# ڪلام

# ويراڳ علي فقير

مرتب :

فقير سيد عبادت علي شاه

# كلام
# ويراڳ علي فقير

زير نگراني: **فقير سيد سخاوت علي شاهه بخاري**
(سجاده نشين درگاهه جهانپور شريف)

سهيڙيندڙ: **فقير سيد عبادت علي شاهه**
درگاهه عاليه جهانپور شريف

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو | ڪلام ويراڳ علي فقير |
| صنف: | شاعري |
| زير نگراني: | فقير سيد سخاوت علي شاھ بخاري |
| سهيڙيندڙ: | فقير سيد عبادت علي شاھ |
| ڇاپو: | پهريون |
| ڇاپي جو سال: | 2020ع |
| ڪمپوزنگ: | شيردل اعواڻ 03133413659 |
| ٽائيٽل: | سهيل شيخ |
| ڇپائيندڙ: | انور سائين يادگار ڪميٽي جهانپور شريف |
| ڇپيندڙ: | ماءِ پبليڪشن سکر |
| قيمت: | 200 رپيا |

ڪتاب ملڻ جا هنڌ: انور حضور گفٽ سينٽر جهانپور شريف ـ ملنگ سائين جنرل اسٽور جهانپور شريف ـ تاج بڪ اسٽور جهانپور شريف ـ ڪنگ پن ڪتاب ميلو پريس ڪلب حيدرآباد ـ سنڌي لينگويج اٿارٽي، حيدرآباد ـ رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو ـ نيشنل بڪ اسٽور، پنج گلو خيرپور ـ عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ سکر ـ ناولٽي بڪ اسٽور ميرپور ماٿيلو.

# پڌ اکر

محترم پڑهندڙ حضرات جيئن تہ پهريان ڪافي رسالا جنهن ۾ انور سائين جو رسالو ٽي ايڊيشن، حضورڻ سائين جو رسالو ۽ ٻيا ڪيترائي صوفي درويشن جا رسالا مون پنهنجي رياضت ڪي عبادت سمجهي ڇپرايا آهن. هاڻي هي ننڍڙو مجموعو "ڪلام ويراڳ علي فقير" ڇپرائي رهيو آهيان. ڇو جو مونکي اڄ کان 25 سال پهريان بابا سائين ملنگ سرڪار جن فقير جا ڪلام ڪنڊڪوٽ جي فقراءَ کان آندا هئائون ۽ چيائون تہ ويراڳ علي فقير درويش فقير آهي ڪمال جي شاعري ڪئي اٿس هن جو ڪلام ڇپرائي ڏينداسون فرض سمجهي هي نئون ايڊيشن نالي "ويراڳ علي فقير جو ڪلام" ڇپرائي رهيا آهيون. جيئن پڑهندڙ حضرات فقير جي شاعري مان لاڀ حاصل ڪري سگهن. هن مجموعي ۾ مون سان خاص ڪري تياري ۾ مدد ڪئي ممتاز بخاري، فقير اسلام، غلام علي فقير چاچڙ، قنبر غلام ياسين فقير جنهن لاءِ دلي طرح دعاگو آهيان.

# تعارف

سنڌ ڌرتي تي ڪيترائي اوليا، الله، عالم دين ۽ صوفي درويش ٿي گذريا آهن جن انسان ذات کي اسلامي تعليم، پيار، محبت ۽ انسانيت، جو درس ڏنو ۽ پنهنجي شاعري وسيلي حقيقت عشق الاهي جو پيغام عام ڪيو آهي. انهن درويش بزرگن مان سنڌ جي شهر ڪنڌڪوٽ سان تعلق رکندڙ صوفي ويراڳ علي فقير گولو به هڪ آهي، جنهن جي شاعري ڪمال درجي جي آهي. پنجتن پاڪ جي شان ۾ نوحه. قصيده، ڪافيون ۽ پنهنجي مرشد جي شان ۾ شاعري به ڪئي اٿس. شاعري عشق مجاز، هم اوست عشق حقيقي تي ٻڌل آهي.

ويراڳ علي فقير جو اصل نالو محمد عظيم خان گولو ولد ڪريم بخش خان هو. 1914ع ۾ ڳوٺ راڄو خان محمداڻي لڳ حيدر شاهه ڊورو ـير شاهه ڪنڌڪوٽ ۾ پيدا ٿيو. ڪريم بخش خان گولو کي چار فرزند ڏنا، هي ڀائرن ۾ سڀ کان ننڍو چوٿين نمبر تي هيو. هن کان وڏو ڀاءُ ذلي خان گولو جنهن کي پروانو فقير به سڏيندا هئا. ٻئي ڀائر جڏهن وڏا ٿيا جواني ۾ درگاهه جهانپور شريف ضلع گهوٽڪي جي مشهور صوفي بزرگ فقير سيد انور علي شاهه بخاري جن جا طالب ۽ مريد ٿيا. سائين جن هنن کي فقراء ۾ ويراڳ علي فقير ۽ پروانو فقير سڏيندا هئا ۽ پوءِ ان نالي سان مشهور ٿي ويا. ويراڳ علي فقير ظاهري تعليم ته گهٽ پڙهيو مگر اسلامي تعليم قرآن شريف کان علاوه شريعت جا ڪتاب مطلب ته وڏي ڄاڻ رکندڙ هو.

ويراڳ علي فقير تمام سريلي آواز ۾ صوفيانہ ڪلام ڳائيندو هو. هن جو آواز منفرد هيو.
ويراڳ علي جو هي بيت پنهنجي مرشد جي شان ۾ چيل آهي:

شان سيد تنهنجو أعلىٰ، جهانپور وارا سائين
صورت جو سردار هادي انور مير امام

**شادي ۽ اولاد:**

ويراڳ علي فقير پنهنجي گولو قبيلي مان شادي ڪيائين جنهن مان ٽي پٽ ۽ پنج نياڻين جو اولاد ٿيو. ويراڳ علي فقير جا ٻہ چار پنج طالب ۽ مريد ٿيا جنهن مان ڪجهہ جو تعلق پنجاب مان ۽ باقي پنهنجي ئي ذات مان آهن.

**وصال ۽ آخري آرام گاهہ:**

فقير سائين ڪي ڪن ۾ زخم ٿي پيو ۽ اهو زخم وصال جو سبب بڻيو ۽ بهانو جڙيو. ويراڳ علي فقير وصال ڪان ست ڏينهن پهريان پنهنجي لاءِ ڪفن وٺي آيو ۽ گهر وارن ۽ فقراءَ کي چيائين تہ منهنجو ٽائيم هاڻي پورو ٿئي پيو. اربع تي آءُ هي جهان ڇڏيندس. ڪفن بہ وٺي آيو آهيان ۽ ساريون ننگر لاءِ چار ٻوريون بہ وٺي آيو آهيان، ٿيو بہ ائين ئي 1974ع ۾ وصال ڪيائين.
فقير جي آخري آرامگاهہ ڪنڌڪوٽ شهر جي عيدگاهہ لڳ، سائين انور پاڪ جي آستاني ۾، قبرستان لڳ آهي.

ٿل: شان سيد تنهنجو اعلي، جهانپور والا.

1. صلواة الله آپ اکيندا، خاص خدا رب تعالٰي.
2. ساڏي ڪارڻ آيا ڪامل، ڪرڪي ڪوه ڪشالا.
3. اول آخر دو جڳ دائم، ظاهر باطن بالا.
4. ”ويراڳ علي“ تُون ساقيءَ ڏيوين، پاڪ پريمي پيالا.

ٿل: شاهہ مست قلندر، سلطان مولا،
بيحد بلند هي، از شان مولا.

1. اول احد اعليٰ، شفا شان آخر،
باطن بشرين، با ذوق ظاهر،
تيري سام سائل، دربان مولا.

2. بالا بحره وچ، بيدار تيوان،
تيري پاڪ تصوير، توحيد نيوان،
لاتقنتو من الرحمت الله، احسان مولا.

3. تيري خدائي، تہ خود خدائي،
جتان پال پالي، سو باب ڪائي،
نيهي نات نادر، نيشان مولا.

4. دم غم شهنشاه، گولي گداگر،
"ويراڳ" ويساه، منگدا تيري در،
تنگي پال ننگدار، ديوي دان مولا.

ٹل: ولـيـلـة الـقـدر دا، سـامـان ايسـا ايسـا،
حسـنـات هـاشـمـي سـر، سـلـطـان ايسـا ايسـا.

1. مـعـراج مـؤج مـؤلا، دربـار عـرش اعـلـى،
دسـت نـبـي بـرادر، ولايـت ولـي وسـيـلا،
مـن كـنـت عـلـم اصـيـلا، ايـمـان ايسـا ايسـا.

2. جامي رضا حَسن، سر صاحب هويا حُسن كا،
حسـيـن شـاهِ كـربـل، آيـا بـهـادر بـن كـا،
اسـلام كـي امـن كـا، اشـيـان ايسـا ايسـا.

3. قـيـديـان نـال قـيـدي، گـهـن كـي مـهـار چـلـيـا،
غـم نـوش يـاد بـرسـر، بـاري نـي بـار جـهـلـيـا،
صـابـر اسـيـر چـلـيـا، غـم خـوان ايسـا ايسـا.

4. هر عـلـم محـمـد باقر، بـحـرين صـادق جـعـفـر،
تـابـع رضـا اسـيـري، مـوسـىٰ كـاظـم سـرور،
عـالـي امـام رهـبـر، شـكـران ايسـا ايسـا.

5. سخي علي موسىٰ رضا، هادي حسن بـحـركـي،
طـاقـت تـمـام هـر دل، تـقـي نـقـي اطـهـركـي،
فـيـاض كـل فـقـركـي، مـهـربـان ايسـا ايسـا.

6. حسن حُسين اصغر گوشي جگر علي دي،
مطلوب ملڪ مهدي، آخر قدم ڪُلي دي،
مظهر سخي جلي دي، نيشان ايسا ايسا.

7. دامن ڪي لاڄ ليتا، تيري پناه پرور،
”ويراڳ“ بانصيب، مهرو نگاهه انور،
درسن بروز سرور، احسان ايسا ايسا.

ٿل: نيزي قدم عدم سي، هسوار مؤج ڪربل،
انجام تها ازل ڪا، اظهر موج ڪربل.

1. سوره سچار آون، سرشاد حمد ڳاون،
ميدان بن ملهاون، مهندار مؤج ڪربل.

2. ميثاق منذ موالي، اعلیٰ اثر ڪمالي،
شهداءِ شوق عالي، آثار مؤج ڪربل.

3. فوجان فقير ڪرڪي، عاشق ازل امر ڪي،
صدشين ستم صبر ڪي، صد بار مؤج ڪربل.

4. مرجان دو بحر ڪي، لج پال لعل گهر ڪي،
عالي نصب قدر ڪي، سردار مؤج ڪربل.

5. حاڪم حقيقت حالي، محبوب ملڪ والي،
چالي عجب نرالي، سرڪار مؤج ڪربل.

6. مردان شير غازي، پروان شه پروازي،
سر ناطق نور نيازي، نروار مؤج ڪربل.

7. يڪ لڪ سوا پيغمبر، همسر نہ بن حيدر،
صابر سچار سرور، اقرار مؤج ڪربل.

8. باطن ظهور زل زل، غم شجر بحر بلڪل،
جذبات گريئا جزڪل، غم جار مؤج ڪربل.

9. قيد ڪشالي تيوڻ، بيمار نال نيوڻ،
پرجام صبر پيوڻ، غم بار مؤج ڪربل.

10. "ويراڳ" در گدا هئي، سهڻا سخي صدا هئہ،
مقصود يئي مدا هي، ديدار موج ڪربل.

ٿل: شرفين با شرف ٿا، اطهر عظيم ڪا،
الحمد تا وناس، ختم الڪليم ڪا.

1. اولين اصل انور، شبر و شبير حيدر،
آدم اتي ڪمالا، زيري قدم امُيم ڪا.

2. لائق شرف نبوت، لک دي سوا اِمامت،
هادي حسن هدايت، هر دل حليم ڪا.

3. اظهر علي غضنفر، ابل بشر در حيدر،
مشرق مغرب مظهر، قادر قديم ڪا.

4. قلزم قدم قراري، دونون جهان سرداري،
لولاڪ تاج داري، عالم رحيم ڪا.

5. دوازده امام اڪمل، حقدار حسين افضل،
آزار عين درمل، خاصل خصيم ڪا.

6. دم حال پال خيالي، اڪبر عظيم عالي،
اسباب هر لڄ پالي، بسم الڪريم ڪا.

7. گلزار گل نبوت، همدم اسم حڪايت،
فائق فقير فياضت، اوقات بلا ميم ڪا.

8. تان قيام قربداري، زير قدم قراري،
"ويراڳ" در سؤ نظاري، بادم سليم ڪا.

تل: آیا حیدر آیا حیدر، نبي بلایا آیا،
اسد الاهي شیر بهادر، آکي عَلم اٹھایا.

1. بیرالم وچ احد بدر وچ، خندق بربر خیبر دي وچ،
لرزا هویا لشکر دي وچ، منکر کو مار منایا.

2. سرور ني خود خاص پکارا، علي علي کر نعرا،
تو بن ویرڻ پاک پیارا، کسي فتح نہ پایا.

3. بجلي بیمثل جھلکارا، صفدر سیف چلا چمکارا،
خیبر خوب اڏاکر سارا، مرهب مار مکایا.

4. سوکا یار کھانا سرور، اوکا بار اٹھانا برسر،
وارث ویر نبي دا حیدر، واھ واھ کر وکایا.

5. ”ویراڳ“ علي دا بردا هئي، خادم سگ حیدر دا هئي،
سخي علي ڏي در دا هئي، داتا داون لایا.

ٿلهه: شهنشاهه لڄ پال، تون هي هين
همدم تون همراهه.

1. بي نصيبان خاص نصيبي،
بي راهان خود راهه.

2. تيڏي باجهون اور نه ڪائي،
والي وارث واهه.

3. ڪرم هميشه پال مهر دي،
هووي نظر نگاهه.

4. طلب توحيدي اثر عنايت،
هووي صورت ساهه.

5. ڄاڻ سڄاڻ "ويراڳ" وسيلا،
ڪافي عين الله.

ٿل: شاهه مردان شير يزدان، نال نبي هموار بي،
ناد علي دير نه لاوي، دلدل دا هسوار بي.

1. عين الف دا باب هڪوئي، ڄاڻن سالڪ سمجهن ڪوئي،
لام الف دا مطلب سوئي، ييئون نبي يار بي.

2. علي نبي ڪو هردم جانو، نبي ڪو منتا علي مانو،
من ڪنت قدسي قول پڇانو، فرمايا سردار بي.

3. افضل شان علي دا اعلیٰ، ساقيءَ ڪونثر جنت والا،
وه تطهير، شان نرالا، اسدالله "انوار" بي.

4. علي مدد سرور دا آکون، خندق بربر خيبر آون،
احد بدر وچ حيدر آکون، ڪفر اتي قهار بي.

5. هر دي مشڪل معاف ڪريندا، بيواهان کون ڳل چا لائيندا،
ابوتراب دا نام سڏيندا، مظهر دا مختيار بي.

6. من غلام گداگر دردا، داون گير شبير شبر دا،
"ويراڳ علي" هئي بردا، علي سخي سرڪار بي.

ٿل: رتبو الله ڪيو افضل، داتا شبير جو،
ڪربل جي مير جو.

1. پروان ٿي شهنشاھ، شمع شتاب تي
آيا آڙاھ تي،
شان شهادت شاهي، دو جڳ جي پير جو.

2. محبوب گهوٽ قاسم، سيد نہ سيج ماڻي،
روئي سائنڻ نماڻي،
داستان درد دل ۾، بنري ظهير جو.

3. صورت ڪمال سرور، محبوب جي مثل جا،
سهڻي گلاب گل جا،
جلوو جمال روشن، اڪبر امير جو.

4. نيزي مٿي شهنشاھ، ابن علي بهادر،
سجاد نبي حيدر،
بيحد بيان بالا، نيزي نظير جو.

5. نقشو نشان سارو، داستان شاهه ڪربل،
سيد مهار پيادل،
قياس امت ڪونه ڪيو، عابد امير جو.

6. معصوم پاڪ اصغر، ٻچڙو هٿان ڏيوڻ،
سيني صبر سهڻ،
افسوس ملڪ جن بشر ڪي، اصغر جي تير جو.

7. حضرت عباس غازي، ميدان ۾ منور،
والي علم بهادر،
شير عباس جاني، وارث هو وير جو.

8. محبوب عاصيارا، ڪر دم خطا معافي،
صدقو حسين شافي،
"ويراڳ" سگ سوالي، فائق فقير جو.

9. نه اول آخر همعسر، پيدا جهان ۾،
ناهي بيان ۾،
سبحان خود ثناگر، تعريف تطهير جو.

تل: مشڪل ڪشا مشڪل ڪشا، مدني محمد مصطفيٰ،
سرور سدا مئين درگدا، نورالهدا شمس الضحيٰ.

1. اول اڪبر ياعلي هئي، شيرِ خدا ربِ جلي هئي،
والي ولايت شاهِ ولي هئي، مردان معلا مرتضيٰ.

2. ڏوجها سخي حضرت حسن، اسلام احمدي ڪا امن،
پر جام پيتا گھوٽ گھن، با رضا راضي قضيٰ.

3. سيم سيد شاھ شهداء، محبوب والي ڪربليٰ،
سات سارا دي ديا، بي سر بهادر بيريا.

4. چيارم بيان بيمار ڪا، راهِ روان رفتار ڪا،
صدمان صبر سينگار ڪا، مؤجود ڪربل غم غذا.

5. پنچم محمد باقر سخي، ششم صادق جعفر سخي،
ڪيتا فضل آڪر سخي، ظاهر باطن باوفا.

6. هفتم موسيٰ ڪاظم من، وچ قيد گھن عاظم ٻهن،
لک بار ٻاري سر سهن، صابر حسيني باصفا.

7. هشتم علي موسىٰ رضىٰ، پرنوش زهر بر غذا،
كٿا ديا هي سر سزا، خود خلقت كي خطا.

8. نهم تقي سرور كهون، دهم نقي اطهر كهون،
در نبي حيدر كهون، رهنما راهه هدىٰ.

9. يازدم حسن عسكري كهون، صلي الله سرور كهون،
سائل نہ خالي گهر كهون، هووي عطا شوق شفا.

10. دوازدم محمد مير مهدي، اقرار انور احمدي،
آخر ظهورا اشهدي، درسن وكا لائق لقا.

11. ملك فلك افلاك وچ، لڄپال حق لولاك وچ،
”ويراڳ“ سگ در خاك وچ، هووين يكا تم با بقا.

ٿل: حمايت پيشوا هادي، وسيلو وَر ولهن جو آ،
بهادر با اثر ازلي، علم اسلم امن جو آ.

1. ولادت ۾ شهادت ۾، سخاوت فياضت ۾،
امامت ۾ اول اعلىٰ، علي بابو سندن جو آ.

2. حسن هسوار جو حملو، شهادت شوق سر شعلو،
ٻاهتر وار قرباني، قديمي ڪل ڪمن جو آ.

3. جسم دم سر نبي صورت، جنگينا ماهہ مک مورت،
حسينا سانگ سينابي، پرين پرور حسن جو آ.

4. شهادت شوق جون شاديون، علم غم سوز آباديون،
امانت مجتبىٰ سيد، جگر جاني حسن جو آ.

5. تشنگي لعل لب لاتون، طفل محبوب گل خاتون،
ظلم ڳل آب عيوض ٽيو، نظر دم ناز تن جو آ.

6. حڪم هسوار هن پاسي، شهادت شرف حُر خاصي،
ڏسڻ سان فيض قرباني، صداقت سر سچن جو آ.

7. وفا جا شير غازي ها، حڪايت حال همدم ها،
علم بردار ها اها، علي جي دل صحن جو آ.

8. مهاري شام ڏي راهي، سلامت سوز نہ ساهي،
صبر سر حمد وردانو، امانت سر پنجتن جو آ.

9. ڪنو ڪات ڪي قادر، نوانوي گهاءِ نئون سؤ سر،
مٿان نيزي نشان ناطق، لساني سر اذن جو آ.

10. مهر سان ٻاجهہ ٿئي سيد، ڪرم جي لاڄ ٿئي سيد،
شفا شاهي ڪشيٰ مشڪل، علي ميرن مندن جو آ.

11. علي اول علي آخر، علي ظاهر علي باطن،
علي "ويراڳ" داون جو آ.

تل: بحر حسن جمال حقاني دا،
اعلیٰ اعظم الانساني دا.

1. قائم قرب قلم ويساه ولي، گنج روشن مخفي راز جلي،
پُرنور گدا انور علي، جز وصل بحال نوراني دا.

2. حق مؤجودي لامقصودي، نوري ناري خلق سجودي،
واحد هوكر وصال وجودي، هو عبد اسم سيلاني
دا.

3. جد حسب نسب سر سرور هئي، دوکا يا جسم جمال جگر هئي،
دائم قائم فيض فياض فقر هئي، رخ رمز تلاوت جاني دا.

4. مئين تون معنیٰ والي ويسر، ٻَهَڻ نہ ٻيائي گوتي گيسر،
جذب جلالي جام مهيسر، ٿيوان صدق سخي سلطاني دا.

5. مهر نظر امداد سخي، خوشحال رمان دلشاد سخي،
آثار حسن آباد سخي، ٿيوي لطف كرم لاثاني دا.

6. ظاهر باطن امن الاهي، داون مست قلندر شاهي،
شوق حسن "ويراڳ" سپاهي، منظور نظر احساني دا.

ٽل: ڪري ڪرم قلندر آيو، قربن جي ڪاهہ جي،
جنسار جوڙ جامون، صورت صلاح جي.

1. مؤجود حق مدامي، واحد وصل وريامي،
سجود سر سلامي، نظرن نگاهہ جي.

2. گر نام جي گدائي، تصوير شهنشاهي،
تنهنجي امن الاهي، دادون پناهہ جي.

3. صاحب حسن سيلاني، گلزار چمن جاني،
رخ ماهہ نظر نوراني، پار بيواهہ جي.

4. نئينن جو نينهن نارو، نوبت لڳو نغارو،
سلطان صحي سارو، دم ساهہ آهہ جي.

5. مجذوب مست ميري، پوشاڪ سر فقيري،
شاهي حسن اميري، صورت سپاهہ جي.

6. هو عبد ظاهر ذاتي، اولي پسڻ صفاتي،
صورت صنم سوغاتي، مخفي مؤج ماهہ جي.

7. ”ويراڳ“ در غلامان، رخ نورچشم جامان،
هر دو حسن امامان، بي واه راهہ جي.

ٿل: صاحب صورت سر سلطان، نور حضور ظهور حقيقي.

1. جوت جمال ڪيتا جڳ روشن،
ظاهر باطن مولا موهن،
ويڪو شاهد خاص قرآن.

2. مشرق مغرب خاص خبر هئي،
الارض سماء وچ زير زبر هئي،
حاضر ناظر هر دو جهان.

3. هشمت حال حقيق حسينا،
نرمل نور ربوب رنگينا،
شافي ڪافي شاهه مردان.

4. ماهه منور مک نوراني،
بئت ربي حرمين پيشاني،
ميڏا دين ايمان.

5. قرب ڪريم ڪر شفقت،
راز رموز جي رُحمت،
شاهي افضل شان.

6. بابا فيض فقر کا سائين،
اپني قدمان کول ٻلهاوين،
مالڪ مئي مئخان.

7. لا تشريف لطف ڪر آيا،
”ويراڳ“ علي سگ داون لايا،
منگتا هون در دان.

ٿل: حامي هادي هر مشڪل دا، هسوار حيدر دلدل دا.

1. اسد الاهي شير هين، مدد نبي دم دلير هين،
اظهر تيغ طبل دا.

2. اب البشر اقرار علم، حق حيدر شاهہ قرار علم،
فيض فياض فضل دا.

3. هووي قرب قديم سليم سدان، هوئي همدم حال حليم سندان،
ناڪس نال وصلدا.

4. يڪدل خيال يگانہ يادي، دائم دؤر طلب دلشادي،
عشق ايمان اول دا.

5. ملڪ ولايت يڪ يزدانہ، ناد علي مئي مظهر معنىٰ،
شاهہ مردان ازل دا.

6. خطر خودي دل ابتر خيالي، لائق لاڄ ڪرم لڄ پالي،
يال بقا دا پلدا.

7. نظر الاهي نياز حسيني، سائل شفقت نسب نشيني،
آيا مـول نـہ خـالـي ولـدا.

8. سگد رباني سام سدا هئي، لاڄ وصيل ”ويراڳ“ گدا هئي،
حســن حضــور وصــلــدا.

ٽل: حيدر سخي ولي هئي، مردان ملڪ والي،
سردار زلف ڪاري، يزدان ملڪ والي.

1. بعد نبي نشيني، سجاد رهنمائي،
من ڪنت صحي سرور، ڏيندا صنم گواهي،
مشڪل ڪشي پلائي، هردان ملڪ والي.

2. يعقوب الياس عيسيٰ، موسيٰ ايوب آدم،
دارا تمام در دي، نوڪر غلام خادم،
اعظم ڪا شان اعظم، مهربان ملڪ والي.

3. اب البشر در حيدر، اظهر علي غضنفر،
ناد علي مظهر، قادر قدير اطهر،
نيشان ملڪ والي.

4. جسمات جوڙ جامان، روحان خاص خالص،
بشري بسم بهادر، سميع بصير هر وس،
ديدار دلبر دل ڪس، قربان ملڪ والي.

5. درگاهه حيدر أمر، داخل ڪرم نظر سي،
”ويراڳ“ بن سپاهي، انوار علي انور سي،
پيرِمُغان پرور سي، پڻ دان ملڪ والي.

ٿل: حـبـيـبـي حـقـانـي، دانـا سـر سـلـطـانـي،
قدر ليل وارا نرمل نوراني، شهنشاهہ گيلاني.

1. اولين آخر باطون ظاهر، سيد ذات برحق تطهير طاهر،
مـحـبـوب مـاهـر، اعـلـىٰ اعـظـم شـانـي.

2. قدم قول نبوي معراج مولا، آفتاب عرشي قدم دم بحالا،
صـلـواة افضـل اعـلـىٰ، رحـمـت ربـانـي.

3. امـن ديـن اسـلام، قـائـم قـادري تـون،
مـؤجـود مـعـنـىٰ، سـارو سـروي تـون،
عـلـم اطـهـري تـون، فـقـر فـيـض بـانـي.

4. ڪشتي بحر ۾ ويل تارين، مردا اٿارين مارين جيئارئين،
ڪـرامـت هـزاريـن، بـي حـد ربـانـي.

5. جگر مصطفىٰ جوابن مرتضىٰ جو، همدم حسيني حسن مجتبىٰ جو،
گـوهـر فـاطـمہ جـو، أبـر[۴] بـارانـي،

6. قطب غوث اعظم محي الدين ميران، وليئن ولي تون ڪل پير پيران،
داتـا دسـتـگـيـران، لاهـوتـي لاثـانـي.

7. حسن محسنئ سوراجا سهارا بدرم منارا مطلوب پيارا،
سميع بصير، مشڪل آساني.

8. نگهہ نلث برسر قلم قرب ڪافي، گنج فيض[۴] ننگر طلب سر صافي،
تنهنجو شوق شافي، آ ناطق نشاني.

9. وهم غير هوئن اڪي گذر ٿين تنهنجي حال جا دم باري اثر ٿين،
گدا سونهن درسن، پرين حق پيشاني.

10. پنجن يارهن حب سڪڙي سندائون، منظور محبوب مريدن مداحون،
آهون در دانهون، ڪر منظور جاني.

11. لبان جند رحم دم قبر ڇا حشر ۾، وارث وسيلا داون نظر ۾،
تنهنجي فڪر ۾، هر دو جهاني.

12. سخي مير مهندار پڳدار هادي، دلشاد "ويراڳ". ديدار مهدي،
صحن دل آبادي، سدان مهرباني.

ٿل: ونيو وينني هان، داون علي سخي پنجتن،
علي سخي پنجتن.

1. آل محمد ابن علي دم، پسڻ پسائڻ ڪار قلبم،
مولىٰ مهدي موهن.

2. ايرادي ازل جي ٿيو مرد ملاقي، عاشق مست الست عشاقي،
والي بي واهن.

3. الف اول بسر صورت معنىٰ، نون نيازي ناطق دانا،
ظاهر ذاتي الانسانا، قرباني قدمن.

4. واهُ وصل خيال خدائي، ريءَ رنگ روحي راز الاهي،
هر دو جڳ ۾ شهنشاهي، ظاهر ڪل باطن.

5. بحراميق فياض فقر جا، ڪرم نواز "ويراڳ" نظر جا،
عظمت عين اسير اثر جا، مظهر نور امن.

ٿلهه: حضرت حبيبي رهنما، اڄ سخي آيا قلندر،
مرحبا محبوب موهن، تشريف اِٿ لايا قلندر.

1. خوش نما خدان خالص، روءِ رابيلي عجب،
بادم قدم رندي رسم، ڪعبءِ قدسي قلب.
صورت حسن سينگار سرو، رنگي رايا قلندر.

2. پاوي قدم جس جا صنم، سوڪ ساوي گل ارم،
بافضل سي باڪرم، صاحب سخا تيري عَلَم،
بي نصيبان ڪو نصيبي، هر شرف پايا قلندر.

3. الف اذڪر مؤج مظهر، نوت ناطق نينهن نادر،
واءُ ولي والي ولايت، ري رنداني رمز رهبر،
رسمت رسولي حيدري، خود پاڪ برسايا قلندر.

4. هستي الستم روز هستم، ڏاج گهن ڏوڙا اويڙا،
ذات عالي جنگ جمالي، هر شڪل جنسار جوڙا،
شاهي شفا تيري سخا، دو جسم ڪايا قلندر.

تل: سخي محمد مهدي، آوين دير نہ لاوين،
آوين دير نہ لاوين، فائق ڦيرا پاوين.

1. آوڻ دا ڪر سايا، راز اهوئي رايا،
زور زمانا آيا، عربي آن بچاوين.

2. توبن هئي بربادي، فتنا شور فسادي،
مُلڪ امن آبادي، اپنا عَلَم اٿاوين.

3. ٿيوي هوڪا عرب عجم وچ، ٿيوي نعرا مصريمن وچ،
دهلي دکن امن وچ، هادي حڪم هلاوين.

4. ڪشمير طبل گرداني، تابع ترڪ ايراني،
مشرق مغرب باني، ناطق اِذن الاوين.

5. ٿر بر شجر ڦلارن، حورو پري پچارن،
عيسىٰ نبي هر نهارن، ڪامل ڪڏان منگاوين.

6. سڪدي خلق خدائي، ملڪ بشر ڪل جائي،
هر جاءِ وارس وائي، صورت صنم وڪاوين.

7. موهن ماندي بردي، فقر فياض هجر دي،
پال وصال مهر دي، فيض فضل فرماوين.

8. دلق پوشي درسن، ڪڏان پالين ڪرسن،
اظهر اکيان گلشن، چشم مبارڪ چاوين.

9. اول آخر آهي، ظاهر باطن شاهي،
شاهه و گدا در سپاهي، اپني جهوڪ وساوين.

10. گدا امن لجپالي، اڪرم اعظم عالي،
سدا "ويراڳ بحالي، داون لاچ لڪاوين.

ٿل: هڪو چا ميم جڳ موهيا، حبيب الله رسول الله،
خدا خود آپ ٿا عاشق، صلواة الله سلام الله.

1. زليخان هڪ هوئي عاشق حسن يوسف،
لکان سئہ سئہ دل مدني کيتي بيوس،
صنم سلطان عجب انسان، صفت سامان عبرت شان،
اتي بر سر هئا بيشڪ، عطاالله ڪرم الله.

2. پيغمبر پيشوا مرسل سوالک دا، انا احمد بلا ميمي هوڪا حق دا،
پاڪن پاڪ سنڌايا چاڪ، حسن دي هاڪ موهيا لولاڪ،
هوئي حيران وچ حيرت، ڪليم الله خليل الله.

3. فرمايا هي ربي جلي خدا خاوند، مَلڪ فلڪان اتي آکن آيا احمد،
سخي سردار جهلڪيدار، حسن هبڪار نبي انور،
مَلڪ عاشق حوران پُريان آکن، وهواه سبحان الله.

4. ختم مرسل نبي آخر زمان آيا، لائق لچپال لولاڪ لمان آيا،
وصي حيدر اسد پرور، مدد سرور خندق خيبر،
ڏيندا هئي خود ٻچڙي، سبيل الله ولي الله.

5. مڪي مدني محمد آيا احمد، "ويراڳي". هون سگ دربان آ سروند،
علي هئي امام روز قيام، صبح شام عرض امام،
لطف لاتقنطو والا، رحمت الله نبي الله.

ٿل: نہ همسير هئي سلطان يا نبي انور دا هئي، سرور دا هئي،
بعد نبي دي شان، يا علي حيدر دا هئي، صفدر دا هئي.

1. عطا هويا صابر سر عجب تطهير دا، محمد ميردا،
رتبا الاهي اعلىٰ علي اڪسير دا، شبر و شبير دا،
جنهن دا شاهد خاص قرآن، يا نبي انور دا هئي، سرور دا هئي.

2. دمڪ دمي سهڻا شاهمردان هئي، باطن بيان هئي،
من ڪنت في هذا مولا دا مان هئي، صحي فرمان،
جنهيندا بيحد صفت بيان، يا نبي انور دا هئي، سرور دا هئي.

3. شير غضنفر صفدر خيبر دا گير هي، احمد دا وير هئي،
ساقيءَ ڪؤ نثر ڪا داتا دستگير هئي، اعلىٰ امير هئي،
اسدالله يزدان، يا نبي انور دا هئي، سرور دا هئي.

4. حيدر دا لعل جاني ڪربل دا مير هئي، دو جڳ دا پير هئي،
اجايل اصغر سائين سيد صغير هئي، روندي همشير هئي،
ڪربل دا مان، يا نبي انور دا هئي، سرور دا هئي.

5. عاجز هئي حال دلدا، ناقص خيال هئي، اميد اعمال هئي،
”ويراڳ علي“ هو بردا سڳدا، سوال علي لڄپال هئي،
خادم هئي دربان، يا نبي انور دا هئي، سرور دا هئي.

ٿلھ: آيا نبي بن آيا، وه واھ شان وکايا،
حال حقيقت والا اعلىٰ، هر جاءِ حڪم هلايا.

1. انا احمد بلا ميمي، ظاهر باطن شان عظيمي،
رحمت خلق رحيمي، قرب ڪريمي،
شمس ضحىٰ نور الهدا، رحمت رب دا رايا.

2. موسىٰ ويک هويا بيتابي، جمال جلوا ابوترابي،
جل ڳيا طور شتابي، رخ مهتابي،
هاک حسيني مک مبيني، شمس قمر شرمايا.

3. شاھ سڪندر حاتم طائي، مرسل خاص غلام گدائي،
وِرد اسم هي وائي، خاص خدائي،
طٰهٰ شاھ مزمل والي، احدؤن عبد سڏايا.

4. روحک روحي راز روايت، رمک دَمي حال حڪايت،
تطهير وه آيت، شان عنايت،
علي برادر ساٿي سرور، همدم هي هم رايا.

5. اسد الاهي شير غضنفر، هر ميدان وچ آوي حيدر،
فتح كريندا خيبر، شير ببر نر،
نبي بلاوي دير نہ لاوي، علم فتح كا چايا.

6. مئين غلام علي حيدر دا، جو هئي ساقيءِ كل كؤثر دا،
"ويراڳ علي" هي سگدر دا، تيڏا ب ردا،
شافي محشر ضامن سرور، ساڏا ڀاڳ سوايا.

ٿل: شاهي شان اعليٰ، علي شاهه حيدر،
سخي شاهِه مردان، يدالله حيدر.

من ڪنت مولا مرسل سڻايا،
هاذا في علي مؤلا تي آيا،
دم نه جدا هئي، ارواح حيدر.

علي هئي بهادر، ساٿي هئي سرور،
شبير و شبر دا، بابا شير صفدر،
شيرِ خدائي، اسدالله حيدر.

3. اُحد بَدر هئي، بيري علَم هئي،
خندق بر بر، خيبر ختم هئي،
نَصُرمِن الله هئي، فتاح حيدر.

4. علي نام اعليٰ، سڏاوڻ تئون صدقي،
شاهي شان تطهير، پاوڻ تئون صدقي،
تيري جاءِ ولادت، بيت الله حيدر.

5. علي شير مؤلا، مشڪل لا دي،
مقصود ميرا، مجھ سي ملا دل،
ميرا دين مذھب، ويساھ حيدر،

6. "ويراڳ علي" ھون، تئون در سوالي،
سخاوت ڪا والي، ولاوي نہ خالي،
اعليٰ ھئي عالي، درگاھ حيدر.

ٽل: حجر حسيني ماتم، داتا شبير دا، اصغر صِغير دا.

1. گُل پال مجتبىٰ دا، ميندي شهيد والا،
سينگار لهو لعلا، نقشا امير دا.

2. مردان علي اڪبر، گوهر نبي جنگينا،
اصغر علي حسينا، تعفاءِ تير دا.

3. گهن فوج حُر ڪماني، اوڏون اول حڪامي،
ويگڻ سجود نامي، درسن فقير دا.

4. ميدان دي مختياري، نيزي صنم سواري،
قائم ڪلام جاري، ناطق نظير دا.

5. هر حال با وفائي، غازي عباس ڪون،
سر ڏار قلم بازون، وفادار وير دا.

6. ڪربل مريض قيدي، راهه روان مهاري،
برسر تمام باري، واقع اسير دا.

7. هر لاج علي پنجتن، "ويراڳ" در گدا هئي،
صاحب سخا سدا هئي، هاهي حقير دا.

ٽل: آوي علي جب آوي، فتح فياضي پاوي،
علي ولي هئي، شير جلي هئي،
مليا حق مختيار كلي هئي، نادِ علي كر نام بلاوي.

1. كٿ مدينا كٿ هئي خيبر، كٿ علي شاهه پاڪ پيغمبر،
ظاهر دور باطن همدم، لهذا دير نہ لاوي.

2. شاهه هسوار اتي دلدل پر، هكدم آيا شير غضنفر،
فوجان گهل گهل ويندي‌يان ڳلڳل، پلم كروڙ كنباوي.

3. كارڻ خاص كشي حل مشكل، مدد علي شاهه كيتي مرسل،
چست چلڪ وچ فرش فلڪ وچ، هيبت هكل هلاوي.

4. مرحب حَس كِ ويک نہ ڄاڻي، نہ سمجهيا بي سمجهه اياڻي،
شير غضنفر حيدر صفدر، كَركِ وار مڪاوي.

5. وصي علي هي وير نبي كا، اسد الاهي راز ربي كا،
هر مظهر وچ عين اثر وچ، اپنا قول سناوي.

6. نال فضل سي ڪرم نظر سي، هر مشڪل آسان مهر سي،
مَئين نڪاري در پُڪاري، دان لطف سي لاوي.

7. بن "ويراڳ علي" ڪا سگدر، تي غلام گداگر حيدر،
خاص ڳلي سي در علي سي، خالي مور نہ جاوي.

ٿل: اڄ ڪيا قديمي قول جا، عشق جا اعليٰ اثر،
اظهار ۾ اظهار ٿي، نشان سر نيزي نظر.

1. اڪبر اسم دم ذات حق، مظهري محلات حق،
صورت صحي ڪلمات حق، اوقات ۾ اب البشر.

2. شمعدان تي پروان ٿيا، پروان سي شمعدان ٿيا،
ميدان ۾ مردان ٿيا، ڪامل ڪشي ٻڏي قمر.

3. عاشق ازل ڪؤن توڙ جا، جوڙي جنگينا جوڙ جا،
سوره نسي منهن موڙ جا، ڪن ڪلت جا ڪوڏيا ڪٽر.

4. بن اڪبري معراج ٿيو، لولاڪ جو سرتاج ٿيو،
فصبر جميلا ڪاڄ ٿيو، سامان سر صدمن سفر.

5. سجاد هو سر سروري، دستار برسر پروري،
پڙ پاڪ ۾ پيغمبري، غم نوش ڪيو غازن گذر.

6. گنج گوهري غم گير ڪي، عشق جي تہ اسير ڪي،
مالڪ مهاري مير ڪي، هجرات جو اعليٰ اثر.

7. لاتقنطو لجپال تون، "ويراڳ" برسر پال تون،
همدم يڪو هج حال تون، دم دور جو دائم قدر.

تل: شهنشاهہ سائين، ديدان ايڏاهين،
ڏيکان مين راهين، اوسين کڏانهين.

1. تئون ول هزاران آون سوالي،
مئين بهي هون گداگر، ويسان نہ خالي،
صاحب سخا دا جلالي جمالي، سرکار عاليٰ درسن وکاوين.

2. رتبا عجائب، تيڏا شهاني،
پيارا علي دا دلبند جاني،
منڙي سنيالين، تيڏي هي ٻانهي،
تئون بن ويراني، سهڻا سدائين.

3. مرسل دا جاني، تم هي نور سهڻا،
مشکل ميري، کر دور سهڻا،
معلوم تجهکو، مذکور سهڻا،
بخشين قصوران، داون چا لائين.

4. سر عين اعظم، اسرار ساقيءَ،
شهہ رڳ جنهيندا، سردار ساقيءَ،
”ويراڳ علي“ هي، حبدار ساقيءَ،
مئدار ساقيءَ، پيالا پلاوين.

ٹل: جلدي آوين دير نہ لاوين، سونهارا سردار تون،
كر ظهورا ظاهر اپنا، آپي تي اظهار تون.

1. لك سوا دي پيش امامت، سدا سلامت مهر نبوت،
شافي محشر روز قيامت، پيشوا پڳدار تون.

2. پهلي آكيوئي قروت ائوسان، شاهي شان امامت پئيسا،
محمد مهدي نام سڏيسان، آپ كتو اقرار تون.

3. تيڏي آوڻ نال بهاري، هر جاءِ هووي گل گلزاري،
سكدي پئي هي خلقت ساري، وكاوين ديدار تون.

4. تيڏي هي فقراء فراقي، مومن ماندي هي مشتاقي،
تو بن پيش هلاكي، ساڏي مشكل ٿار تون.

5. آيا فتنا شور فسادي، تؤن بن هي بربادي،
هادي مهدي آ كر آبادي، مالك هين مهندار تون.

6. ديوَ ملائك ديدان كر دي، جن بشر هن خادم بردي،
حوران پريان وچ هجر دي، آكن آ دلدار تون.

7. آس خيال عمال امن دا، پاكن پاك علي پنجتن دا،
"ويراڳ علي" سگ سَڏيندا، عاجز مين آذار تون.

تل: مور نہ چوڙين، نہ مک موڙين،
ناقص نيو نال سنيال.

1. حال ڪنگال بحال بڻيوي، مئن جندڙي بيدار بڻيوي،
نال پلائي پال.

2. سهہ و هزاران خام خطائين، داون لائين سهڻا سائين،
هيٺين ميڏي حال.

3. پلم ڪروڙ لک دل درمل، فيض فياضي اعلیٰ افضل،
لعل قلندر لال.

4. بن سلطان سخي اٿ آوڻ، قرب قديم ڪمال ڪڏاوڻ،
لاهوتي لڄ پال.

5. نور ننگر گل باغ بحر سي، جام حيات پلا ڪؤنثر سي،
صدقيء اپڻي آل.

6. مئن نڪاري ناقص ڏاري، بردا هئي "ويراڳ" بکياري،
ويکڻ صورت سوال.

تل: علي شاهه مردان، اعليٰ امير اين،
نائب نبي اين، وصي وارث وير اين.

1. علي شير معلا، شاهه غازي غضنفر،
بيرِ عَلَم بَربَر، فتح ڪُنزئي خيبر،
جنگاور دلاور، حيدر بهادر،
لقب شير غالب، ثناگر قدير اين.

2. علي اين نبي اين، نبي خود علي اين،
دم روح ديرانه، هرگز ولي اين،
ڪلي راز روشن، خفي اين جلي اين،
حاڪم حقيقي، سميع بصير اين.

3. من ڪنت قائم، قدسي روايت،
احمد برادر، صاحب سخاوت،
ڪعبي ولادت، مسجد شهادت،
ساقيءِ ڪل ڪوثر، داتا دستگير اين.

4. مشڪل ڪشيٰ اين، ڪني معاف مشڪل،
استان پڪاري، فزر بيگهه پلپل،
شهنشاهه سائين، تئين ذات افضل،
عاصي عريضي، حاظر حقير اين.

5. علي آسيائنين، سخي رهنما اين،
حيدر وسيلا، مشڪل ڪشا اين،
”ويراڳ علي“ تئين، سگدر گدا اين،
معافي سهه و سائين، استين ڪبير اين.

ٿلھ: علي حق اسانجو، امامت ۾ اعليٰ،
نادِ علياً مظهر، ولايت ۾ اعليٰ.

1. اولين آدم پيدا، نبي نوح يونس،
آندو زليخان يوسف، مصر قيد بيوس،
يعقوب جدائي ماندو، ملاوت ۾ اعليٰ.

2. موسيٰ طور سينا، جبل جوش جاري،
آتش خليلي، تيو گلزار ناري،
حفاظت اول هر تي، مُدارت ۾ اعليٰ.

3. شِڪَن بت شهنشاهہ، طفلي ولي آ،
منجهہ گهر خدا جي، ڄايو علي آ،
ڪري ڪير همسر دعويٰ، ولادت ۾ اعليٰ.

4. علي خاص آهي، برادر نبي آ،
اسد شير معلا جو، روشن ربي آ،
هت آبِ ڪوثر جو، سخاوت ۾ اعليٰ.

5. دارين داور، دلاور علي آ،
اسد شاهه مردان، بهادر ولي آ،
دم جسم سر، نبوئت ۾ اعليٰ.

6. ولايت ڏسو هي، شهادت ڏسو هي،
امامت ڏسو هي، عبادت ڏسو هي،
امانت والي، ڪرامت ۾ اعليٰ.

7. مهربان معلا، فضيلت فياضي،
بيواهه واهه، غريبان نوازي،
وصي دل وسيلو حيلو، هدايت ۾ اعليٰ.

8. دو جڳ وفائي، علي پيشوائي،
داون گدائي، مشڪل ڪشائي،
”ويراڳ“ هادي همدم، حمايت ۾ اعليٰ.

تل: کيا کيتا کيا کيتا، شمر يزيد حرامي.

1. شاھ حسن شھزادي نون، پيالا زھر پلايا،
آل نبي دي ابن علي نون، امت سخت رنجايا،
رھبر راضي راز ربابي، صاحب صبر سلامي.

2. ظاھر دي وچ زيب زباني، سئي سئي مقر کريندي،
الکوفي لايوفي والا، حضرت قؤل سنيدي،
شاھ شبير شھادت والا، کربل ازل انجامي.

3. جلوا جوت جمال الاھي، صورت اکبر سرور،
اصغر شاھ معصوم سيد، ڳل تير چلايا منکر،
دونون ديد اکيان عربي دي، کمينا کرايا شامي.

4. غازي شير عباسڻ سائين، ابن علي حيدر دا،
طاقت قرب کمال قوت، زياده زور نظر دا،
کامل قول کلامي.

5. ناطق نوري سر سلطانا، نيزي نوک نشانا،
جن بشر کل حوران پريان، گريا وچ غلمانا،
آپ وچ ھجر حسيني، ملک فلک ماتامي.

6. ابن حسيني عابد سائين، هيا خاص امانا،
پاڪن پاڪ پيادا قيدي، ٽريا شام روانا،
غم ارمانا ماتم خانا، سيد بي آرامي.

ظاهر باطن عين ظهورا، معلم حال ڪلي هي،
معاف خطائين ڪرم سائين، سائل "ويراڳ علي". هي،
گولي خادم سگد رباني، ساڏي سائين غلامي

ٿل: جوڳي ٿي جهان ۾، روپ رنگي انسان ۾.

1. زهد زياده باطن ذاتي، فائق جي فرمان ۾.
2. انا احمد بلا ميمي، شامل آ هن شان ۾.
3. لاتقنطو من رحمت الله، عاصين جي احسان ۾.
4. رهبر ديس اسانجي آيو، جانب هن جيران ۾.
5. آيو پاڻ پسائڻ پنهنجي، وارث ٿي ويران ۾.
6. پيش پيل "ويراڳ" اوهانجي، عاجز هي امان ۾.

ٿل: ملڪ هزاري دا ماهي، سانگ سيالي آيا،
ڪاف ڪشالا ڪرڪي، رانجهن عالي آيا.

1. تاج صنم لولاڪي، ويس وصل دا پاڪي،
چاڪان دا بن چاڪي، محب مثالي آيا.

2. عبد سڏاوڻ اعليٰ، ظاهر باطن بالا،
ماهي منجهيان والا، قرب ڪمالي آيا.

3. هير هزارا آئنيان، ويکڻ صورت سئنيان،
داون دلبر پئيان، وهواه لج پالي آيا.

4. ديس اساڏي ماهي، ڇوڙڪ آيا شاهي،
بيواهان بن واهي، وارث والي آيا.

5. شوق شهاني صورت، موهن ماهي مورت،
هاڪ حسن دي حيرت، بره بحالي آيا.

6. "ويراڳ علي" هئي بردي، گولي خادم در دي،
سهڻي تئون دلبر دي، سگ سوالي آيا.

ٿل: تخت هزاري دا سائين، سر حسن سرداري.

1. جهنگل ٻيلي ساڪن سهٽو، هير جي خاطر چاڪ ٿي رهٽو،
برهه برسر باري.

2. لئي لئي ٻوٽي، ڪانهن ڪنڊي ٿيو، صنم سخاوت وِره ونڊي ٿيو،
موج سندي مُختياري.

3. رنگپور ٿيو راهي چڙهي تاج شاهي، گداگر گوندر سان مرلي وال ماهي،
جوڳي جڳ جنساري.

4. ونجهلي جي واڄي تنواري، ڪتاري ڀال ڪرم لڄداري،
پاري سنيار ڪڏهن نہ ماري.

5. وصل "ويراڳ" ٿيو ونحن والي، ور حسن دم درسن عالي،
مهر نظر ننگداري.

تل: وه جي ٽيو گلزار چمن ۾، حسن جمال جادوگر جوڳي.

1. الف وصل ور هوڪا ميمي، نون نظاري ناطق نامي،
عشق امير اڪابر جوڳي.

2. واءُ ولي ڪل وارث واهي، ريءَ رنگ روحي رمز گواهي،
دم تصوير دلاور جوڳي.

3. شاهه هسوار حسن شهبازي، پسڻ پسائڻ ڪرم نوازي،
ڪل مختيار مظهر جوڳي.

4. صورت ماهه مبارڪ ماهي، ڪانهن ڪنڊي رنگ روشن شاهي،
سيلاني جادوگر جوڳي.

5. لاتقنطو ڪل قول ڪلامي، بيواهي تي امن انعامي،
هادي حاضر ناظر جوڳي.

6. داون ڪرم نظر دلشادي، برسر مهر "ويراڳ" آبادي،
در منظور گداگر جوڳي.

ٿل: لاهوتي لاثاني، آيو هت جاني جاني،
صدق ٿيان قرباني، آيو هت جاني جاني.

1. ڪارڻ قرب وڌائڻ پنهنجي، پوش ڍڪي انساني.
2. مالڪ فيض فقر جو سائين، مهر ڪري مهرباني.
3. هيٺن جو همراهه حمايت، هادي مرد حقاني.
4. عاصين آس اميد اوهان ۾، انور نور نوراني.
5. ”ويراڳ“ سگ سائل تو در، آهي خادم ٻانهي.

ٽل: هويا هير دي سانگي چاڪ يي، رانجهن سئيان پاڪ يي.

1. تخت هزارا ڇوڙڪ سارا، ارض اتارا ماريس نعرا،
مَلڪ فلڪ وچ هاڪ يي.

2. رانجهن ماهي بن ڪ سپاهي، ذات الاهي ڇوڙڪ شاهي،
مالڪ خود مشتاق يي.

3. سانگ سيال ڪر چاڪان دي چال ڪر، آيا ڪشال ڪر هير سيال در،
ڇوڙ آيا افلاڪ يي.

4. آيا هزار دا نئينان نظار دا، شاهي شڪار دا ونجهلي پڪاردا،
هير حسن هيراڪ يي.

5. ڪرنہ ودائي جوڳي جدائي، "ويراڳ". سگلر گولي گدائي،
تيري قدمان خاڪ يي.

ٽل: آيا چاڪ سڏا ڪر، پردي آدم ظاهر،
مُلڪ حسن مختيار مظهر، آيا چاڪ سڏا ڪر.

1. صاحب سر لولاڪي آيا، عرش فرش فيراقي آيا،
حسن سپاهه ملاقي، آيا معنىٰ ڪل سر ماهر.

2. لا الٰه دا مخفي خزانا، الاالله اثبات نشانا،
عبده سلطان شهانا، قديمي ڪل قادر.

3. چاڪ حسن تصوير ڪيتا، گهن مک مرلي مير ڪيتا،
جوڳي عشق فقير ڪيتا، نظاري نينهن نادر.

4. ڪوجهيان ڪنڌيان چاري ماهي، ساري يار سنياري ماهي،
جهنگل جهوڪ بهار ماهي، جنت باغ بنا ڪر.

5. ترڪِ تاج شهاني قردا، الفي ڳل سيلاني قردا،
روشن حُسن حقاني قردا، عاشق مست گداگر

6. الف اسم دم معنىٰ معلا، نبي سر ناطق اولا،
واءُ وصل هر واصل والا، ريئون رهبر طاهر.

7. ظاهر باطن داون ڳل وچ، حامي هردم هر مشڪل وچ،
مهر نظر "ويراڳ" فضل وچ، لاچئون اول آخر.

ٿل: بن تو بقا نہ هرگز، تصوير وفادار کي،
هرجاءِ ڏسڻ ۾ آيو، فقير قربدار کي.

1. ڪثرت بڻائي قلزم، اظهار انس اعظم،
خلقل خطاب آدم، قدير بالا بار کي.

2. لقمان لوط يحيٰ، يوسف الياس آدم،
جن ديو ملڪ ساجد، ڪبير ڪعبيدار کي.

3. جوڙئون جهان جوڙي، منظور مدد مؤلا،
هٿ جام فيض جاري، امير آشڪار کي.

4. شمس الشجاع شمائي، داخل دَرُون ديدان،
اونداهہ دور وهمي، حقير عرضدار کي.

5. ڳوليان نہ هوندو نہ ڳولي، قربن عظيم بالا،
”ويراڳ“ در عريضي، پير پڳدار کي.

ٽل: ساز سروز سچاري، من موهيو آ يڪتاري.

1. تنبو تنڪي طلب ٻڌائي، غير ڪڍي مڙهه منرو لائي،
ڪوڪا هٽج قطاري.

2. ڳالهه ڳڻن جي ڳني ڳولي، ٻئي سورا خان ڳيٽيون قولي،
ثابت ساڻ سينگاري.

3. چڪ چلي سان تار اڙائج، نڪري دل تي نيڪ چڙهائج،
تون هين تون تنواري.

4. ڏاڏر زيل ملائي ڏِس تون، راڳ وڄائي ڳائي ڏس تون،
ٻئي وڄن تيون واري.

5. تار چنڊ جي رک هوشياري، گرم گرم تي لاءِ بهاري،
چيرن جي چِمڪاري.

6. عرض ”ويراڳ“ صنم با سازي، مست قلندر ڪرم نوازي،
پيرِ مغان پاڳاري.

ٽل: ڪوڙي جهان فاني، آخرڪ بي بقا اين،
ڦاسين ٿ قيل هَ شاهه اين، هئي هئي ڪ ڇي لڪا ئين.

1. جل فز جنان مَ جئي، هر سُو هوا اجائي،
ڪوڙي ڪ بي وفائي، چسڪو دنيا چڪائين.

2. دارا توٺي سڪندر، در خاڪ بيسان نادر،
صوبا سزين تونگر، ظاهر همون فنائين.

3. هڻ مار فزر بيگها، بل ڊاهه ڊوه ڊيگها،
ڪئ ياد يار زيگها، تئين قول گون خدائين.

4. فزماس پاءُ پاتي، گونين جُزن نہ ساتي،
اِي وڪ ٿ آ ڪ ڦاتي، تئين مصطفىٰ شفائين.

5. ڪامل گُنئي ڪِ ڳهلا، محبوب مِرغ مُهلا،
حامي موت ويلا، ڪلمان جزي سچائين.

6. داسي ڪ ڪار ڪائي، ڦز مال ڪل پرائي،
گوني جزي سچائي، حيدر مئي ڪ وفائين.

7. عمران ملامان چٽ ڪنئہ، هستيءَ خود يا گهٽ ڪنئہ،
اذڪار دم جوان جهٽ ڪنئہ، يڪ خيال اي يڪائين.

8. مشڪل ٿ ڪشائين، "ويراڳ" در گدائين،
ٿرا لاچ داون سائين، مطلب روز ميئن سدائين.

ٽل: ٽيا روان دارالبقا، هي قلندر رهنما،
جَنگ الم نشر و نشابر، گوشي جگر دم مصطفيٰ.

1. سرور صنم سونهارو، فياض فقر سارو،
نيهي نظر نيارو، پردي پسڻ لقاءَ.

2. گهاري نہ گهوٽ اهڙي، نازن جي باز جهڙي،
ڪل ڪؤن خبر ڪهڙي، تقدير ڪم قضا.

3. محرم ۾ الوداعي، جلدي ڪرائي جدائي،
ڪڏهن ڪدين پلائي، ارشاد التجا.

4. صابر سخي حسيني، اسم شاهہ شهاني،
رخ ماهہ بلند بيني، شاهي حسن شفا.

5. گفتار شڪر شيري، سر سيني منزل ميري،
گل گلاب گيري، سرمست قلندر شهنشاهہ.

6. جلوي جمال سوئي، ثابت سر هڪوئي،
حال سرور سجوئي، "انور علي" شهنشاهہ،

7. چورِن ڇپَر ولهن وسيلو، هيٺن جو حال حيلو،
قربان ڪل قبيلو، توريءَ نہ واهہ ڪا.

8. ديدار ڪان نہ اولو، بيچون مثل چولو،
تنهنجو غلام گولو، تون نگهدار پيشوا.

9. ابري سخا ولايت، حامي سدا حمايت،
مشڪل ڪشيٰ عنايت، ارشاد خود نما.

10. سوليءَ ڪان لڪ لهائين، قيدي ڪيئي ڇڏائين،
منزل سوين رسائين، ننگدار با وفا.

11. منظور نظر داري، ديدار ۾ نہ گهاري،
ويراڳ يادگاري، داون ڪرم بچاءَ.

تل: وه واهه هي رنگ لايو، شهنشاهه آيو آيو.

1. قربئون آيو ڪاهه ڪري هت، پنهل پاڻ پسايو آيو آيو.
2. ور وسيلو واهر والي، انور نور سمايو آيو ايو.
3. پيش امام اسان عاصين جو، بار سخي سر چايو آيو آيو.
4. ”ويراڳ علي“ سڳ تنهنجي در جو، داون هيٺ لڪايو آيو آيو.

ٿل: كيچ ڏٺي كوهيارا كامل، واڳ ولهي تي واري،
ايندا پرينءَ اوتاري.

1. نيلا كارا نانگ تليهر، بيحد بد بلايون،
كپر كوڙ هزارن هڻ كڻ، اهي محض وجهن ٽا ماري.

2. پولا باندر مرون ملاقي، چپ چراغ بگيهڙ،
واقف ناهيان وارا جبل جي، پلپل ٿي كوكاري.

3. هوت بلوچ حسن جا حاكم، ٻاروچل ٻاجهارا،
هي كم ذات كميني كاهل، ٻانهڻ ٿي ٻاكاري.

4. هئي هئي هوت ڇڏي هت هيكل، سنيريو سات سويلي،
بي واهي ڏي واهه وسيلا، گهوٽ گهڙي وڃ گهاري.

5. ننگ سُڄاڻي ناقص نيندين، سائل سگ "ويراڳ" ڏي ايندين،
تنهنجي آهيان آس نہ لاهيان، پئي هان پيش پناري.

ٽل: سڪڙي مارن جي، سڪڙي سانگيڙن جي،
سر ساھ سڄڻ ڪي ساري، دل ساھ سنگارن ساري.

1. ڏوٿي ڏور ڏسڻ ڪئون ڏيهي، ڏاڏاڻن ڏسجن،
ملڪ ملير اباڻو آهي، محلين ڪين وساري.

2. بادل بوندان وسن بهاريون، گلزاريون گاهن،
منهنجا مير امير اباڻا هن، ور ويڙيچن واري.

3. ڦوڳ پنير ڦٽاتر ٿوهر، لاڻان لونگ لڪائي،
پيرون پاڪر پڪا پٽن تي، مال اچن پيا چاري.

4. ساڻ ”ويراڳ“ ساڻ هميشہ، هوندا شال سدائي،
ايندا پاڻ سڏيندا گولي، نيندا ساڻ سات سنياري.

ٽل: منهنجا مارو ٿي ملڪ، هٿ ٻانڌي ٻيڪس مون.

1. تن جهي آهيان، آس نہ لاهيان،

2. ڏيهہ ڏاڏاڻو ساهہ سيباڻو، ٿرن تي ٿاڻو ملڪ اباڻو،
قسمت وار قدير، مَنت مَنيندس مون.

3. تنهنجي شاهي بيپرواهي، ڪوٽ اونداهي ڪين سياهي،
منهنجا سانگي ساهہ سڌير، تن سان هوندس مون.

4. مير عمر ڇڏ شوق شريري، ڪر نہ اميري ظالم زوري،
وهم ڇڏي ڏي وير تون، ياءُ سونهين وارث مون.

5. نالي جن جي داون تن جي، پيش پرين "ويراڳ"،
انهن جي هيٺي حال حقير، اُهي ننگدار ناقص مون.

ٿل: سانگي ساھ جا سيباڻا، مارو مير اباڻان.

1. ڏسي ھڪڙي ڇٽي آندءِ عمر ڪٽي،
جيڪا باب بٽي، پائيان ڏانھن تہ ڏٽي،
گھاريان گھاٽ گھٽي، ايندا سيگھہ سٽي،
منھنجا ڏوٽي ڏيھہ ڏاڏاڻان.

2. آيا مون نہ وٽ، وڏي مون ۾ آ گھٽ،
متان ڪيو منھن مٽ، گھاريون ڪا ھڪ جھٽ،
عمر ڪڙيون ڪٽ، پسان پيڪن وٽ،
جاتي مينھن ڪيا ماندباڻان.

3. خوشحال ٿرن، مارو مست ٿرن،
دلشاد ٻرن، آباد رھن،
پڪا پنھوارن، ڏسان شال اکين،
سي مارو مون من ڀاڻان.

4. منھنجي ھي مشڪل، ڪندا ھڪدم حل،
مير مارو شل، ايندا سي اڄڪلھہ،
آھي تڪيو توَڪل، اھا آس عمل،
پسان ٿر جا ٿوھر لاڻان.

5. آهي "ويراڳ" گدائي، سڳ سائل سدائين،
ساريان سگ نہ ڪائي، نہ تن مون ڄائي،
ڪندا رهنمائي، مارو ڀال ڀلائي،
آئون گولي تن جي ڄاڻان.

ٿل: منجهان تار ترهي، تون ساهڙ سچار آهين،
ماهي منٺار آهين، مير مهار آهين.

1. پيلي پلايو، ڪچو ڪم نه آيو،
ڇٽو ڪئيون چاهه، مٿون سهٽي سچايو،
ولهي جا وسيلا ور تون، پلو ڪر پوتار آهين.

2. گهڙي سان گِهڙِي پئي، منجهان رين راهي،
گهليرا گهمر گهڙيون، اوسر اونداهي،
قم بي اذني قرب، جو، نقشو نظار آهين.

3. ڪپر ڪن قهري، بلايون بحري،
ڇَرڇَل چوليون، لوڏا لم لهري،
دهشت درياءَ ڪي، ڏم ڏوڪار آهين.

4. ايرادي اُياري، لڙهيس لهواري،
تڪي سير ساوڻ سهٽي، غوطا غم غباري،
وري اچن ويران، نسنگي ننگدار آهين.

5. ڪَڇُون مِرُون مانگر، واڳون مڇ سيسر،
هيٺي تي حمايت ڪر، مِهِر مير ميهر،
سهٽي سڏ سير ۾، سگهو سردار آءُ.

6. لڪين لعل لائق، لچدار تنهنجا،
"ويراڳ" داون لتا غم ان جا،
برسر ڪريمن، قدم قربدار آءُ.

ٿل: ترڊي تڪيي تار مون، اي ملاح آوين شهنشاهہ.

1. ڪـــڙڪـــن ڪـــن، ڪـــپـــر قـــهـــاري،
گـــهـــمـــر داڀ دريـــاءُ.

2. ڪشـــتـــي جـــي ڪـــلـــتـــار قـــلـــنـــدر،
والـــي واحـــد واهـــہ.

3. سـيـر لـنـگـهـائـج، سـيـد سَـنـهَـنـجـي،
هـيـٺـي جـا هـمـراهـہ.

4. بـــحـــر غـــمـــيـــق، بـــهـــادر بـــاڪـــا،
پـــرور پـــاڪ پـــنـــاهـــہ.

5. اويـــــاري اوقـــــات ســـــيـــــن،
هـــــزاري نـــــہ لاهـــــہ.

6. هـــادي ســـاڻ، "ويـــراڳ" هـــمـــيـــشـــہ،
ڪـــامـــل ڪـــرم نـــگـــاهـــہ.

ٿل: عارف عظيم اظهر، ولي ولايت وستي،
الانساني اعظم شاني، هوڪا پير پرستي.

1. ناد نشيني نيهي، هر دل رموز ريهي،
پيوند پريت پيهي، اظهر نور الستيءَ.

2. وچ وسطي ساڪن سير ڪهون، هر جاءِ حاضر شير ڪهون،
مشڪل ڪشيٰ مت دير ڪهون، غير خودي رد هستي.

3. سرتاج صنم ثقليني، هادي حق حرميني،
دائم در داريني، مؤج مدامي مستيءَ.

4. "ويراڳ علي" يزداني، سائل سگ دربائي،
باصورت نور نشاني، منظور دم دُرستي.

ٿل: آوي نظر نهين، انوار جيها،
محبوب مٺي منٺار جيها.

1. سهڻي صنم ڪيتي، در ديس قِران،
توڙي مُلڪ شهر، پرديس قِران،
بن جوڳي ڪر جڳ ويس قران،
خوش حال سخي، غم ٽار جيها.

2. آيا ڪل جڳ پيش امام عَلَم،
قادر مست قلندر نام قدم،
صابر سيلاني، سلطان صنم،
خورشيد شمان، ابرار جيها.

3. قد قامت حُسن حقاني هئي،
صورت پاڪ پيشاني هئي،
آوڻ مُلڪ مڪيه باني هئي،
لائق لوڏ عجب، رفتار جيها.

4. ڳڻ ڳالهيان ڳول، هزار ٿيون،
سهڻي ويس وصف، نہ مٽ يار ٿيون،
توڙي چنچل حسن، هزار ٿي ون،
مَندِ مُرڪ تنهين، گفتار جيها.

5. گوهر گوشي جگر هن، گلابَ ڏونهين،
گل پرجهل عين، ثواب ڏونهين،
سهڻي سيد نوران، نواب ڏونهين،
سجاده نشين، پڳدار جيها.

6. وعدا وڄڻ بقا، مؤجود مهل،
قربان وفا دي، ويل وصل،
دم روحڪ روحي، رنگ رلمل،
ساڳي سر معنىٰ، مختيار جيها.

7. منظور نظر، سر سجود سدا،
احسان عريضي، پيش گدا،
”ويراڳ“ هميشہ دلشاد مدا،
دم دور نہ هڪ، لڄدار دا جيها.

ٿل: صورت جو سردار، هادي انور مير امام،
مظهر ۾ ئي رهبر آيو، انور ڪهائي نام.

1. هر انساني صورت جاني، شوق شهاني راز روحاني،
برهہ جو بار، خاطر شوق عجب اسلام.

2. پهري پوش عجب لولاڪي، چاڪ سڏائي آيو چاڪي،
نيهن ڪيو نروار، آيو عبد سڏائي ڄام.

3. تون انور علي حيدر جو، مالڪ مولا هر مظهر جو،
عين علي اظهار، لکين ڪروڙين ڪن سلام.

4. لقب تو سلطان صورت جو، آهيان مون ۾ پيار پرت جو،
داتا ڏي ديدار، هر دم قائم روز مدام.

5. عاصي تنهنجي اولي انور، ناهي اسان جو ٻيو ڪو رهبر،
مالڪ آن مختيار، ڪهڙو خوف قبر ۽ قيام.

6. ”ويراڳ علي“ دا وارث تون، پاڪ پيارل پارس تون،
آهيان تو آڌار، سهڻا صبح شام.

ٿل: جيوي جيوي شهنشاهہ حضور بہ،
سهري شادي دي ڳاون، حور بہ.

1. سڪندر بردي، دارا حاتم در دي،
شاهہ گداگر هر دي، طتهير گهر دي،
تيري لاڄ ضرور بہ.

2. خطرا هئڻ، دوئي غير جاوڻ،
مشڪل هلاوڻ، صنم با سهاوڻ،
در سيدا منظور بہ.

3. گوشي جگر دي، نرمل نظر دي،
ناطق بهر دي، ابل هر بشر دي،
ذاتي ذونق، ظهور بہ.

4. حمايت هماري، علم سر غفاري،
شفا شان داري، شهنشاهہ غفور بہ.

5. مهر پال برسر، ڪامل قلندر،
آيا "ويراڳ" در، مدارت گداگر،
درسن دم دستور بہ.

تل: شـــادي گـــهـــوٽ حضـــور دي شـــادي،
حـــوران پـــريـــان آون ســـهـــري ڳـــاون،
ميندي لعل کون لاون، سئہ سئہ صدقـي ٿـيـون،
شـــادي شـــادي شـــهـــنـــشـــاهـــہ دي.

1. گل گلزاري بسنت بهاري، عجب نظاري گلشن ساري،
فـوجـان مـوج مـچـاون.

2. ملک بشر وچ هليا هوکا، ذالحج ماه دا مليا موکا،
مـحـبـت مـوج مـلـهـاون.

3. عرشؤن آيا ويس نوراني، سر سلطاني شوق شهاني،
گهوران گـهـوٽ گـهـماون.

4. در غلمانا حور قصوران، حيرت حال حسن مجبوران،
سـهـجـئـون سـيـج وڇاون.

5. سهڻا سيد تي سنهندا، جوڙ عجب جنسار پيا ٺهندا،
مـهـندار سـخـي مـن ڀـاون.

6. عطر عَنبيران مُشڪ گلابي، اٿ سونهن آن بوترابي،
هُـــل هُـــٻـــڪـــاري آون.

7. مُلڪ ولايت والي سهڻا، حسن هدايت حالي سهڻا،
فــقــر فــيــاض وڏاون.

8. گوهر جاني لعل جگر دل، مظهر اطهر بلڪل،
تـوحـيـدي طـبـل وڄاون.

## بيت

لحمک لحمي دمک دمي، کيا شان عجب حيدر دا،
هـم راز عـلـي انـور دا.
مـنـکـر مـار منـاوي مـولا، سـاتـي هـيءِ سرور دا،
هـم راز عـلـي انـور دا.
اسـدالله لـقـب الاهـي، اتـي قـدم کـفـر صـفـدر دا،
هـم راز عـلـي انـور دا.
لـدنـي عـلـم دا بـحـر عـلـي، مـالـک کـل دفـتـر دا،
هـم راز عـلـي انـور دا.
شمس قمر هن خادم جنهندي، نهين همسر کوئي حيدر دا،
هـم راز عـلـي انـور دا.
هر دوجهان مختياري جنهندي، هئي مالک آپ حشر دا،
هـم راز عـلـي انـور دا.
لولاک لـمـا سانگي ساري، پـنـجـتـن پـاک دي گـهـر دا،
هـم راز عـلـي انـور دا.
”ويـراڳ عـلـي“ هـئـي سـوالـي، سـخـي عـلـي دي در دا،
هـم راز عـلـي انـور دا.

شاهہ مردانِ شير يزدان، قوت قادر ڪلي.
اظهر علي ربي جلي مظهر ڪلي، نامر ور نادر علي.
مرسل سوا لک دي مدد، مشڪل ڪشائي گهر علي.
ذات يڪ صفات يڪ، دمر جسمر انور علي.
مشهور مشرق شمس مغرب، شاهہ غازي غضنفر علي.
انا اعطينا جامر جنت، شاقيءِ ڪؤنثر علي.
باطن سخي ظاهر سخي، اول علي آخر علي.
حيدر سخا بحري بقا، دستِ خدا دفتر علي.

هٿ وچ اري، ٻري ٻريري، دور علي شاهہ مردان سي.
علي مقابل جهڙا آوي، فتح نہ پاوي شير يزدان سي.
ڪم انتر جنگي بهادر، ڪيني علي ڪهان سي.
حيدر شير سي ٻر وچ مرحب، فخر الا نہ زبان سي.
أحد بَدر وچ خندق دي وچ، ٻچو بير الم وچ جنان سي.
يڪ وار علي ڪا بندگي، ضد بار افضل هردو جهان سي.
هووي دور فضل سي مولا، هر مشڪل آسان دمان سي.
"ويراڱ علي" سگ داون بردا، مهر منگي مهربان سي.

# اسان وٽ هي ڪلام موجود آهن

- **انّور سائين جو رسالو**

صوفي فقير سيد انّور علي شاهه بخاري القادري السروريؒ جو مڪمل ڪلام

***

- **عشق جون ڳالهيون (چوند ڪلام)**

صوفي فقير سيد حضور بخش شاهه بخاري

